# اپيل

## قرآن حڪيم سمجهي پڙهڻ سان ئي هدايت ملي سگهندي

قرآن حڪيم رب پاڪ ته جملي انسان ذات جي هدايت لاءِ موڪليو آهي پر مسلمانن انتي پنهنجو بلاشرڪت غيري قبضو ڄاڻايو آهي ايترو جو ٻئي ڪنهن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ته ڇا پر ٻئي ڪنهن کي هٿ لائڻ به ڪو نه ڏيندا آهن ٻيا ته ڇا پر پنهنجي مسلمانن کي به وضوءَ کانسواءِ هٿ لائڻ به ڪونه ڏيندا آهن، جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ هنن واري وضو ڪرڻ جو قرآن پڙهڻ ۽ انکي هٿ لائڻ لاءِ ڪٿي به حڪم ڪونهي ڪو ۽ جيڪو آية ڪريمه لَّا يَمَسُّهُ إِلَّا الْمُطَهَّرُونَ (56-79) منجهان وضوڪرڻ جي معنيٰ ڪيندا آهن ان جي اصل ۾ معنيٰ آهي ته قرآني مفهوم ۽ مطلب کي اهي ماڻهو پهچي ۽ ڇهي سگهندا جيڪي قرآن جي باري ۾ پنهنجو ذهن پاڪ صاف رکندا هجن سو مسلمانن جو ذهن ته جيئري ۽ زنده الله جي ڪلام ۽ قرآن لاءِ هي آهي ته اهو پاڙي جي ملي کي ماني ڪارائي عيوض ۾ ان کان قرآن پڙهائي مئل مائٽن کي ختمو ڏيارجي ۽ دين سکڻ لاءِ قرآن بدران وري مئل امامن جا فقهي علم حياتي سڌارڻ لاءِ پڙهجن ۽ انهن مطابق زندگي گذارجي. آئون هٿ زنده الله جي علم قرآن ۽ مئل امامن جي رواياتي علم جو ثورو فرق سمجهائي پنهنجي اصل اپيل ته قرآن کي معنيٰ سان سمجهي پڙهو بغير معنيٰ ۽ بغير سمجهي پڙهڻ منجهان ڪوبه فائدو ناهي، کي شروع ڪيان ٿو.

زنده الله پاڪ قرآن ۾ زال کي نڪاح مهل مهر ۾ سون، چانديءَ جو ڍير ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي آهي (4-20) ۽ مئل امامن جي فقهي روايتن ۾ لوهي منڊي ڏيڻ يا قرآن جون ٻٽي سورتون ياد ڪرڻ کي ئي نڪاح مهل مهر ڏيڻ جي بدلي ۾ ڪافي قرار ڏنو ويو آهي.

چڱو خاصو عرصو ٿيو آهي، جو اسان عربي مدرسن جي مولوين ۽ قرآن جي ياد پڙهائڻ وارن استادن حافظن کي اپيلون ڪندا اچون ٿا ته اوهان پنهنجي شاگردن کي منڊائين ناظره قرآن پڙهائڻ مهل معنيٰ ۽ مطلب سيکارڻ سان قرآن پڙهايو بغير معنيٰ سمجهائڻ جي قرآن نه پڙهايو.

۽ معنيٰ سان قرآن پڙهائڻ، بغير معنيٰ جي قرآن ياد ڪرڻ جي مقابلي ۾ وڌيڪ آسان آهي.

۽ معنيٰ سان قرآن پڙهڻ ۾ تمام وڏو فائدو آهي.

بغير معنيٰ سان قرآن حفظ ڪرڻ ۽ ياد ڪرڻ وارو حافظ ٿيڻ باوجود قرآن کان جاهل هوندو آهي ۽ دين جي علم کان اڻ ڄاڻ هوندو.

جڏهن ته معنيٰ مطلب سان قرآن پڙهڻ وارو ڀلي ڪٿي حافظ نه به ٿئي پوءِ به اهو عالم دين چئبو.

پر اسان جا اهي سڏ ۽ واڪا قرآن جي نالي عربي مدرسا قائم ڪري چندا وصول ڪرڻ وارن ذري برابر به ڪو نه ورنايا آهن، سو اسان هاڻي اسڪولن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي استادن ۽ سڀن شاگردن ۽ مسلم توڙي غير مسلم ماڻهن کي اها اپيل ڪيون ٿا ته قرآن ترجمي سان سمجهي پڙهو ۽ سکو اها اپيل نوڪري پيشه ماڻهن دڪاندارن روزگار لاءِ هر قسم جي پورهيتن کي به ڪيون ٿا ته اوهان پنهنجو وقت ڪڍي پاڻ قرآن سمجهي پڙهو ۽ پنهنجي گهرن جي ٻارن ۽ عورتن کي به قرآن معنيٰ سان سمجهي سيکاريو ۽ پڙهايو.

وقت جون حڪومتون ۽ مولوي قرآن جا هڪجهڙا مخالف آهن انهن ۾ چڱائي جي ڪابه اميد نه رکو. مولوي ماڻهو پنهنجي مدرسن ۾ مئل امامن جي قرآن مخالف علمن تان هٿ ڪونه ڪڻندا ۽ خالص قرآن طرف ڪونه ايندا.

پڙهندڙ پيائرو! فقہ ساز ۽ روايتون ناهيندڙ مجوسي دانشورن جي روايتن ۾ عورتن متعلق توهين ۽ بي عزتيءَ جو مثال، الله تہ عورتن جي عزت رکندي انهن کي مهر ۾ سون چانديءَ جو ڍير ڏياريو ۽ هنن مجوسي امامن معمولي مندي يا ٻہ چار قرآن جون سورتون ياد ڪرڻ کي مهر قرار ڏنو جن سورتن کي جيڪڏهن گهوٽ ياد ڪيو هجي تہ ان منجهان ڪنوار کي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ پر آءٌ هت تہ اوهان کي مهر جي رقم بابت انهن انسانيت جي دشمن امامن جي واڌاري ٻي بہ ڳالهہ ٻڌائڻ گهران ٿو تہ رب تعاليٰ قرآن ۾ مهر جي سون چاندي واري ڍير جي رقم کي ڪنوار لاءِ هديو گفٽ ۽ تحفو سڏيو آهي (4-4) پر مجوسي امامن مهر جي رقم کي عورت جي اگهڙ جو ملهہ قرار ڏنو آهي پڙهي ڏسندا اهل سنت جي چئن امامن جي گڏيل فقہ جو ڪتاب هدايہ اهي چارئي امام زيدي شيعا آهن انهن طرفان مهر جي رقم کي عورت جي اگهڙ جو ملهہ قرار ڏيڻ منجهان جزوي طور ان جي مشابهت چڪلي جي ڪلچر ۽ اثنا عشري شيعن جي متعي سان ملي جلي ٿي. چو تہ چڪلي ۽ متعي ۾ ڏنل رقم اگهڙ جي استعمال جو مُلهہ ۽ عيوضو هوندي آهي هديو نہ هوندي آهي، سو عربي مدرسن ۾ امامي علمن جا فقہ ۽ روايتون ترجمن ۽ تشريحن سان پڙهائڻ ڪانپوءِ قرآن حڪيم کي بہ ترجمي سان پڙهائڻ منجهان تہ هنن مولوين جو لڪل چهرو ظاهر ٿي پوندو يا جيڪڏهن سرڪار ڪان پنهنجون تعليمي ڊگريون اپ گريڊ مجرائڻ لاءِ ڪٽي قران جو ترجمو پڙهائن ٿا تہ تصريف آيات واري قرآن جي هنر يعني قرآن جي سمجهاڻي قرآن سان بدران قران جي معني امامي روايتن جي تابع پڙهائن ٿا، سو اسان جي سپن ماڻهن کي اپيل آهي تہ قران جي معنيٰ مطلب اهو پڙهو جيڪو رب تعاليٰ پاڻ سيکاريو آهي. (1-11)

جئين تہ رب پاڪ قرآن حڪيم کي ذات انسان جي هدايت واسطي نازل فرمايو آهي (2-185) ۽ اهو بہ سمجهايائين تہ أَفَلاَ يَتَدَبَّرُونَ الْقُرْآنَ وَلَوْ كَانَ مِنْ عِندِ غَيْرِ اللّهِ لَوَجَدُواْ فِيهِ اخْتِلاَفًا كَثِيرًا (4-82) يعني اهي ماڻهو قرآن ۾ تدبر، غور ۽ فڪر چو ڪونہ ٿا ڪن قرآن جي سچائي ۽ حقانيت لاءِ اهوئي وڏو دليل آهي تہ هن جي قانونن ۾ ڪو بہ ٽڪراء ۽ اختلاف ڪونهي جڏهن تہ دنيا جي ٻين مفڪرن ۽ ڏاهن جي ڳالهين ۽ فڪرن ۾ وک وک تي اوهان کي اختلاف نظر ايندا پر ذرا سوچجي غور ۽ فڪر ڪجي هي ڪتاب قرآن طوطي وانگر بنا سمجهڻ جي رٽي پڙهڻ منجهان ڪجهہ ڪونہ پلئہ پوندو رب سائين فرمائي ٿو تہ أَفَلَا يَتَدَبَّرُونَ الْقُرْآنَ أَمْ عَلَى قُلُوبٍ أَقْفَالُهَا (47-24) يعني اهي ماڻهو چو نٿا قرآن کي غور فڪر ۽ تدبر سان سمجهن انهن جي دلين تي تالا چڙهيل آهن چا؟ رب تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ عقل غور فڪر تدبر سوچ ويچار ۽ سمجهي پڙهڻ لاءِ اهي الفاظ ڏيڍ سؤ پيرن کان وڌيڪ تعداد ۾ استعمال ڪيا آهن ۽ هي بہ فرمايائين تہ وَلَقَدْ ضَرَبْنَا لِلنَّاسِ فِي هَذَا الْقُرْآنِ مِن كُلِّ مَثَلٍ لَّعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُونَ (39-27) يعني اسان هن قرآن ۾ هر قسم جي مثالن سان پنهنجي دعوائن کي ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تا تہ ماڻهو سمجهي سگهن.

اسلام مٿان غالب ٿيڻ لاءِ قرآن حڪيم سمجهي پڙهڻ خلاف ڪافرن جا پہ عدد فارمولا وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لَا تَسْمَعُوا لِهَذَا الْقُرْآنِ وَالْغَوْا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُونَ (41-26)

محترم پڙهندڙ پيائرو! سورت حم سجده جي هن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ ٻڌايو آهي تہ پهرئين نمبر تي ڪافرن جي اسڪيم هيءَ آهي تہ قرآن کي ٻڌوئي نہ- پر جيڪڏهن الوهياتي طاقتن ۽ ذريعن ريڊين ٽي وين يا ٻين وسيلن سان قرآن ٻڌائڻ جو ڪو وڏي پئماني تي بندوبست ٿيل هجي تہ پوءِ ٻئي نمبر تي انکي سمجهڻ خلاف قرآن جي معنائن ۾ لغويات يعني بيهوده قصن ڪهاڻين کي شامل ڪري ڇڏيو تہ جيئن ماڻهن کي قرآن جي اصل مقصد تائين پهچ ئي حاصل نہ ٿي سگهي. اهڙين لغويات داخل ڪرڻ جو صرف هڪڙو مثال لکان ٿو جيئن پڙهندڙن کي قرآني مقصد تائين پهچڻ ۽ پروڙڻ خلاف علم روايات جوڙيندڙن جي سازشن ۽ دخل

اندازيءَ جو پتو لڳي سگهي. اهو هي آهي تہ الله جو نبي جناب داؤد عليہ السلام پنهنجي دور ۾ زماني جو هڪ وڏو بادشاهہ هئو (26-38) ان وٽ سندس گهر جي ڪوٽ جي پٽ ٽپي هڪڙا بہ ماڻهو داخل ٿيا جن جي اهڙي بي ڍنگي انداز سان وٽس اچڻ تي هو پريشان ٿيو پر انهن جهنگلين داؤد عليہ السلام کي چيو تہ اسان جي هن جٺڪي طريقي سان تنهنجي حرم ۾ اچڻ تي خوف نہ ڪج اصل ۾ اسان پاڻ ۾ وڙهيل بہ ڌريون آهيون هڪڙي ٻئي جي مٿان زيادتي ڪئي آهي پوءِ تون اسان جي وچ ۾ حق وارو فيصلو ڪر ناانصافي نہ ڪجانءِ اسان کي سنئين دڳ لائجانءِ اهو معاملو هي پيش ڪياؤن، هڪڙي چيوتہ هن منهنجي ڀاءُ وٽ نوانوي رڍون آهن ۽ مون وٽ (پنهنجي گهر ٻار جي کير لاءِ) صرف هڪڙي رڍ آهي سا بہ هي ڏاڍ سان مون کان ڦرڻ گهري ٿو فرياد ٻڌي. جناب داؤد عليہ السلام نوانوي رڍن جي مالڪ کي ٻئي ڀاءُ جي هڪڙي رڍ بہ ڦرڻ تي ان کي ظالم قرار ڏئي ٿو ۽ فيصلي کان پوءِ معاشري ۾ اهڙي معاشي اڻ برابريءَ تي وڏي تنقيد ڪندي فرمائي ٿو تہ معاشي برابري جي نظريي کي صرف مؤمن ۽ صالح ٻانها قبول ڪن ٿا جيڪي سرمايہ داريت جي پيروڪارن جي پيٽ ۾ تمام ٿورڙا آهن سندس انهيءَ رمارڪ تي فورا خيال اچي وڃيس ٿو تہ سماج جي اها معاشي اڻ برابري ختم ڪرڻ تہ منهنجي ذميداري آهي هي رب تعالىٰ رڍن تي جهيڙو ڪرڻ وارن کي فيصلي ڪرڻ لاءِ هنن کي منهنجي ڏيان ڇڪائڻ خاطر مون ڏي موڪليو آهي تہ اي داؤد اٿ ۽ سماج ۾ ٻيا بہ اڪيچار اڻ برابريءَ جا ڪيس آهن جن کي ختم ڪري معاشري ۾ معاشي برابري قائم ڪر. پوءِ ان سڄي مهم تي غور ڪري عمل ۾ آڻڻ جي معاملي کي سوچي ۽ سمجهي ٿو تہ ملڪ جا پيٽ ڀريا سرمايہ پرست مالدار تہ مونسان وڏو مقابلو ڪندا پر دل جي حضور سان اطاعت لاءِ انهيءَ تحريڪ کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ هلچل ۾ جنبي وڃي ٿو پوءِ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ فَغَفَرْنَا لَهُ ذَٰلِكَ وَإِنَّ لَهُ عِندَنَا لَزُلْفَىٰ وَحُسْنَ مَآبٍ (25-38) يعني پوءِ اسان داؤد عليہ السلام جي سرمايہ دارن ۽ مالدارن سان مقابلي مهل ان جي حفاظت ڪئي ۽ داؤد اسان وٽ وڏو مقرب ۽ سهڻي منزل ۽ مرتبي وارو آهي.

پڙهندڙ ڀائرو! سورت صٓ ۾ هي قصو آيت نمبر ايڪيهہ کان 26 تائين آيل آهي مون جيڪو آيت ڪريمہ (26-41) جي حوالي سان عرض ڪيو تہ ڪافرن جو قرآن دشمني وارو نظريو هي هئو هڪ تہ هن قرآن کي ٻڌو ئي نہ پر جيڪڏهن ٻڌو بہ تہ ان جي سمجهڻ ۾ شان نزول جي بهانن سان اهڙا تہ من گهڙت روايتي قصا ان ۾ داخل ڪيو جنهن سان قرآن جي مقصد ۽ غرض جو منهن ئي ڦيرائي ڇڏيو سو جيئن تفسيري ڪتابن ۾ روايتن جي علم ذريعي جيڪو هي رڍن بدران نوانوي زالون داؤد عليہ السلام وٽ ۽ هڪڙي زال سندس افسر "اورياہ" وٽ جو قصو آهي اهو يهودين جي بائيبل منجهان نقل ڪري ٺاهيل آهي جنهنکي مجوسي عالم ابن جرير ابن عباس جي طرف منسوب ڪري لکيو آهي تہ جناب داؤد عليہ السلام وٽ نوانوي زالون هئيون ۽ ان جي هڪ فوجي آفيسر "اورياہ" وٽ هڪڙي زال هئي داؤد عليہ السلام ان جي زال کي ڏاڍو پسند ڪندو هو سا چاهي پيو تہ اها زال "اورياہ" کان کسي پاڻ وٽ آڻي پوريون سؤ زالون ڪيان، انتي الله ان جي ان خواهش کي تمثيلي طور ٻن ڌرين جي رڍن جي مالڪيءَ جي اهڙي جهيڙي بهاني قرآن ۾ انهن جو قصو آندو آهي. سو روايتون ٺاهيندڙن جي قرآن جي آيتن ۽ لفظن ۾ لغو قسم جي بيهوده ترجمن ۽ معنائن جو مثال آئون عرض ڪيان تہ هنن آيتن ۾ لفظ نعجة جي معنىٰ جيڪا عربي ٻوليءَ ۾ رڍ آهي ان کي امام بخاري ۽ شاهہ ولي الله محدث دهلويءَ رڍ بدران عورت ڪري لکيو آهي هاڻي سڀ ماڻهو وڃي غور ڪن تہ انهن امامن قرآن

سمجهڻ ۾ رڪاوٽون وجهڻ لاءِ چا چا نہ لغويات ۽ بيهوده ترجما ڪيا آهن جن سين جو هٽ دهرائڻ سان وڏو ڪتاب جڙي ويندو.

اسان دنيا جي سين ماڻهن کي اپيل ڪيون ٿا تہ قرآن پاڪ جئين تہ جملي انسان ذات لاءِ رب پاڪ هدايت واسطي موڪليو آهي (2-185) ان ڪري سيڪو ماڻهو پنهنجي ۽ دنيا وارن جي سڌاري لاءِ هن ڪتاب کي معنيٰ سان سمجهي پڙهي ۽ ٻين سان گڏ پنهنجي لاءِ بہ هدايت حاصل ڪري هن ڪتاب تي رڳو موروثي مسلمان سڏائيندڙن جي نيڪيداري ۽ هڪ هٽي ڪانهي هن ڪتاب کي يهودي عيسائي هندو دهريا مطلب تہ سڀ انسان پڙهن ۽ سمجهڻ لاءِ پڙهن بغير سمجهڻ جي پڙهڻ منجهان ڪابہ حاصلات حاصل نہ ٿي سگهندي قرآن پنهنجي لفظن ۽ آيتن جي تعليم مختلف آيتن ۾ ورائي ورائي تصريف آيات سان پاڻ سيڪاري ٿو سو قرآني لفظن جا ڪئٽلاگ ۽ قرآني مسئلن ۽ مضمونن جا ڪئٽلاگ ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي چڪا آهن انڪري بجاءِ روايتن واري علم جي قرآن کي روايتن بدران قرآن ذريعي سمجهڻ لاءِ پڙهو جنهن واسطي عربي ٻولي بہ سکو. جيڪڏهن ماڻهو پئسن ڪمائڻ لاءِ عرب ملڪن طرف وڃڻ مهل عربي ٻولي سکن ٿا تہ توهان دنيا ۽ آخرت جي ڪاميابي لاءِ بہ ڪٽي عربي سکو.

مدرسن وارا مولوي صاحب چوندا آهن تہ علم حديث ذريعي قرآن سمجهہ ۾ ايندو ۽ حديث جو علم قرآن کي کولڻ وارو تفسير آهي، علم حديث کانسواءِ قرآن سمجهہ ۾ نہ ايندو سو اسان ان دعويٰ ڪرڻ وارن کي چئلنج ڪيون ٿا تہ لکن جي تعداد ۾ موجود حديثن منجهان صرف ڪا بہ هڪڙي حديث اهڙي پيش ڪري ڏيکاريو جنهن ۾ جناب رسول عليہ السلام جن قرآن جي ڪا بہ هڪڙي آيت پڙهي پوءِ انجي سمجهاڻي ڏني هجي!!!؟

---

الله قرآن کي سهڻين حديثن وارو ڪتاب ڪري نازل ڪيو آهي (39-23)
الله جي حديثن ۽ آيتن کان پوءِ ڪنهن تي ايمان آڻيندا؟ (45-6)

---

لکندڙ: عزيزالله ٻوهيو
ڇپائيندڙ: انجمن حفاظت قرآن سنڌ- سڪرنڊ

**هي اپيل پڙهي هر ماڻهو گهٽي کان گهٽيون فوٽوڪاپيون ڪري ٻين ماڻهن تائين پهچائي پڙهائين.**